548



# بنات الرسول ص

حضور سرور ـ ڪائنات مفخر موجودات
جي ڇئن صاحبزادين جي سوانح حيات

لکندڙ

**حافظ محمد احسن**

جنرل سيڪريٽري انجمن آفتاب ادب دادو

ڏفعو ١ ] قيمت [illegible] [ تعداد ١٠٠٠



ڇاپائيندڙ جا سڀ حق بحق واسطا قائم

ڇپائيندڙ

آر ـ ايچ ـ احمد اينڊ برادرس

بوڪسيلرس شاهي بازار حيدرآباد (سنڌ)




# ديباچو

سنڌي زبان ۾ سيدة النساء خاتون جنت حضرت فاطمة الزهراءِ رضي الله تعاليٰ عنها جي حياتي جو احوال گھڻن صاحبن جو لکيل آهي، مگر سرور ڪائنات سردار دو عالم صلي الله عليه وسلم جن جي ٻين ٽن ڌيئرن جو احوال هن وقت تائين سنڌي زبان ۾ ڇپجي ڪونه آيو آهي.

ٽن صاحبزادين جي سوانح حيات به تمام ضروري آهي، ڇو ته شيعه ۽ جاهل ماڻهو ائين چوندا آهن ته سردار جن کي فقط هڪ ڌيئي هئي.

انهيءَ ڪري ضرورت هئي ته ٽنهي صاحبزادين جو مختصر مگر مڪمل طرح حياتي جو احوال ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪجي.

اهو خيال مونکي گهڻي وقت کان دامنگير هو ته اهڙو ڪتاب تاليف ڪري شايع ڪريان. انڪري مختلف ڪتابن مان حوالا ڪڍيم ۽ هڪ ننڍڙو اردو ڪتاب "بنات الرسول" هٿ آيم (جو هينئر ناياب آهي) جنهن مان اختصار جي مدنظر تي ڪجهه مضمون غير ضروري سمجھي ڇڏي ڏنم، باقي ضروري احوال ۽ ٻيو مواد گڏ ڪري هيءُ ڪتاب تيار ڪيو اٿم. جو اميد ته هر مسلمان لاءِ مفيد ٿيندو.

والسلام

خاڪپاءِ

حافظ محمد احسن

دادو

16 مئي 1952ع






بسم الله الرحمان الرحيم

# بيبي زينب رضي الله تعالي عنها

## پيدائش

بي بي صاحبه حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي سڀني ڌيئرن کان وڏي ڌيءُ هئي. حضور جن جي فرزند ارجمند سيد نا قاسم عليه السلام کان پوءِ سندس ولادت ٿي هئي. سندس والده ماجده بي بي خديجه الڪبرا رضي الله عنها هئي. سندس ولادت هجرت کان ٢٣ سال اڳي ٿي هئي ۽ انهي وقت حضور جن جي عمر مبارڪ ٽيهه سال هئي.

## ننڍپڻ

حضرت زينب رضي الله عنها ننڍپڻ ۾ ئي وڏي سمجهدار ۽ ذهين هئي. جهڙي طرح حضور کي ٻار پيارا هوندا هئا اهڙي طرح ٻار به حضور تي فدا ۽ قربان هوندا هئا.

آغاز اسلام ۾ جڏهن اعلان حق تي ڪافرن جي طرف کان حضور جن کي ايذاءَ ۽ سختيون پهچنديون هيون تنهن وقت بي بي صاحبه خورد سالي ۾ انهن واقعن

کان اڪثر دل ۾ گهڻو متاثر ۽ غمگين ٿيندي هئي.
مدرڪ بن حارث هڪ اصحابي جو بيان آهي ته زمانه
جاهليت ۾ مان پنهنجي پيءُ سان گڏجي حج تي ويس.
جڏهن اسين مِنا ۾ پهتاسين ته ڏٺوسين ته هڪ شخص
جي چوطرف ماڻهو ميڙ ٿيا بيٺا آهن. مون پڇيو ته بابا هيءَ
ڪير آهن. جواب ڏنائين "هت هيءُ اهو بي دين شخص
آهي (رسول خدا) جنهن پنهنجي قوم جو دين ترڪ
ڪيو آهي." ائين چئي منهنجو والد انهي مجمع جي
طرف ويو، مان به ساڻس گڏجي ويس. اتي وڃي
ڏٺوسين ته حضور جن ماڻهن کي نصيحت ڪري رهيا
آهن ۽ اهي ماڻهو حضور جن تي مٽي وسائي رهيا آهن.
آخرڪار ماڻهو ايذاءَ رسائي ۾ ٿڪجي پيا ۽ اُس کان
تنگ ٿي هٽي ويا. انهيءَ وقت هڪ نياڻي آئي جنهن
جي هٿ ۾ هڪ پيالو پاڻيءَ جو هو ۽ سندس ڪرتي
جو گريبان کليل هو. ماڻهن چيو ته هيءَ هن شخص جي
نياڻي آهي، جنهن جو نالو زينب آهي. انهي نياڻي حضور
جن کي پاڻي ڏنو ۽ روئڻ لڳي. حضور جن فرمايو "
پنهنجي چولي جي ڪڙي بند ڪريو ۽ پنهنجي پيءُ جي
مغلوب ۽ ذليل ٿيڻ جو هرگز خوف نه ڪريو.

حضرت بيبي خديجه جو ته بي بي زينب رض. سان
پيار ۽ محبت هوندي هئي، جو هڪ گهڙي به اُن کان
پاسي ٿيڻ پسند نه ڪندي هئي.






نڪاح – بي بي خديجه جي هڪ ڀيڻ هاله نالي هئي، جا ربيع بن عبدالعزيٰ بن عبدالشمس جي نڪاح ۾ هئي، تنهنڪري بي بي زينب سان بلڪل گهاٽي محبت هئي، سندس مٺيون مٺيون ڳالهيون ۽ سندس چال چلگت ۽ شڪل شباهت هاله کي پسند هوندي هئي. هن پنهنجي دل ۾ ئي پڪو ڪيو هو ته مان پنهنجي پٽ ابوالعاص جي شادي بي بي زينب سان ڪندس ۽ جڏهن بيبي خديجه سان ملندي هئي تڏهن بي بي زينب جو ذڪر ڪندي هئي ۽ موقعو ملڻ تي پنهنجي مقصد واري ڳالهه ڪري ويندي هئي.

جڏهن بي بي زينب جي عمر شاديءَ جي لائق ٿي تڏهن هاله بي بي خديجه تي سڱ لاءِ گهڻو زور ڀريو، تان جو نيٺ بي بي خديجته الڪبريٰ مجبور ٿي انهي معامله بنسبت حضور کان راءِ پڇي. ابوالعاص نهايت عقلمند، بهادر نوجوان هو تنهنڪري حضور جن راضي ٿي بي بي زينب جو نڪاح انهي سان ڪيو ۽ بي بي خديجه پنهنجي نياڻي کي دل کولي ڏاج ڏنو. جيڪي زيور بي بي صاحبه کي ڏاج ۾ ڏنا ويا هئا تن ۾ هڪ قيمتي موتين جو هار به هو.

ابوالعاص اگرچه هوشيار ۽ داناءُ هو تاهم حضور جن جي تبليغ سان مسلمان ٿي نه سگهيو. انهي وقت تائين

جو حضور جن مڪي شريف ھجرت ڪان ڪري مدينہ منور روانا ٿيا.

## ابو العاص جي گرفتاري ۽ آزادي

جڏھن قريشين مدينہ منور تي حملو ڪيو ۽ بدر جي مڪان ۾ مسلمانن جي ھٿئون شڪست کاڌي، ان وقت ڪفارن جا گھڻا بهادر، مسلمانن وٽ قيد ٿيا ٿن ۾ ابو العاص بہ ھو.

جڏھن قريشي قيدين جي ڇڏائڻ لاءِ فديہ جي رقم کڻي مدينہ شريف ۾ آيا تہ بي بي زينب ابو العاص جي فديہ ۾ اھو ڏاجي وارو ھار موڪليو ھو، جنھن کي حضور جن سڳاڻي بي بي خديجہ کي ياد ڪيو ۽ چشم آلوده سان اصحابن جي طرف مخاطب ٿي فرمايائون، تہ جيڪڏھن توھان جي مرضي ھجي تہ، نياڻي کي سندس ماءُ جي نشاني واپس ڏيون. اصحابن عرض ڪيو تہ اسين نهايت راضي آھيون. حضور جن اھو ھار ابو العاص کي موٽائي ڏنو. ابو العاص جڏھن مڪي شريف روانو ٿيو تہ ان کي حضور جن فرمايو تہ منھنجي نياڻي بي بي زينب کي اسان ڏي روانو ڪجانءِ. ابو العاص وعدو ڪيو ۽ مڪي شريف ۾ پھچڻ بعد بي بي زينب جي روانہ ڪرڻ جو انتظام ڪري ھڪ




اٺ تي سوار ڪري پنهنجي ڀائٽي ڪنانه بن عدي
سان روانو ڪيو.

قريش جي ڪن ماڻهن جڏهن ٻڌو ته حضور جن
جي نياڻي مديني منوره ڏي وڃي رهي آهي تڏهن
انهن بي بي صاحبه کي وچ رستي روڪيو ۽ سندس
تلاش ۾ روانا ٿيا. هبار بن اسود سندس اٺ کي اچي
ڀڄو ۽ پنهنجي نيزي سان سندس ڪجائي کي چهٽڻ
لڳو. بي بي صاحبه اٺ تان ڪري پيئي ۽ سندس
مٿي مبارڪ کي سخت ضرب آئي ۽ بدن زخمن کان
چور ٿي پيو. ڇاڪاڻ ان وقت حامله هئي، جو حمل ضايع
ٿي پيو. آخرڪار اهي ضربون سندس موت جو
باعث ٿيون.

هيءَ حالت ڏسي ڪنانه جي اکين ۾ خون ڀرجي
آيو، جنهن ڪري پنهنجي ڪمان ۾ تير وجهي هبار تي
حملو ڪيائين، ۽ هبار پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويو.
جڏهن انهي واقعي جي خبر ابو سفيان کي پئي تڏهن
هن ڪنانه جي اڳيان معذرت ڪئي ۽ چيائين ته اسان
جي بي بي زينب سان ڪنهن به قسم جي دشمني
نه آهي ۽ جڏهن ته اسان کي سندس والد کان ڏاڍو
صدمو پهتو آهي ۽ ان جي ڪري اها تاري آهي، تنهن

سمجهائي سندن صلح ڪرائي آيا ان وقت سندن مهون مبارڪ خوشي کان چمڪي رهيو هو. اصحابن عرض ڪيو ته اي محبوب رب العالمين، توهان هن وقت ڏاڍا خوش ٿي سگهندا آهيو، ان جو سبب ڇا آهي؟

پاڻ فرمايائون "اسان هن وقت انهن ٻن شخصن جو پاڻ ۾ صلح ڪري آيا آهيون جي سڀني کان اسان کي زياده پيارا آهن." جڏهن بي بي صاحبه جي حياتيءَ ۾ حضرت علي رضه الله عنه، جويريه بنت ابو جهل سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪيو تڏهن حضور جن فرمايو ته هڪ مشرڪ جي نياڻي رسول جي نياڻي سان هڪ گهر ۾ گڏ نه رهي سگهندي. تنهنڪري حضرت علي ان سان نڪاح نه ڪري سگهيو.

## حضور جو پيار

هڪ دفعي هڪ تابعي بي بي عائشه صديقه کان پڇيو ته حضور ڪريم کي سڀني کان زياده محبوب ۽ پيارو ڪير هو؟ تڏهن بي بي صاحبه فرمايو ته بيبي فاطمه رضي الله عنها.

بي بي عائشه رضي الله عنها فرمائيندي هئي ته جڏهن به بي بي فاطمه حضور جن جي خدمت ۾ ايندي هئي تڏهن پاڻ ڪريم سندس استقبال لاءِ اٿي بيهندا



هوا ۽ بي بي صاحبه جي پيشاني تي چمي ڏيئي ڪيس پنهنجي جاءِ تي ويهاريندا هوا. اهڙيءَ طرح جڏهن حضور جن سندس گهر تشريف فرمائيندا ته بي بي صاحبه سندن استقبال لاءِ اٿي بيهندي هئي ۽ حضور جن کي بوسو ڏيئي پنهنجي جاءِ تي ويهاريندي هئي.

حضور جن جو دستور هو ته جڏهن ڪنهن سفر يا لڙائي تان ايندا هوا ته اڳ مسجد شريف ۾ ٻه رڪعتون نماز پڙهي پوءِ بي بي فاطمه جي گهر تشريف فرمائيندا هوا ۽ ان کان پوءِ پنهنجي ازواج مطهرات جي طرف ايندا هوا. بخاري شريف ۾ آهي ته حضور جن فرمائيندا هوا ته فاطمه منهنجي جگر جو ٽڪر آهي ۽ منهنجي دل جو باغ آهي. مسلم شريف ۾ آهي ته حضور جن فرمايو ته جو شخص فاطمه، حسن ۽ حسين جو خير خواه آهي مان ان جو خير خواه آهيان ۽ جيڪو انهن جو دشمن آهي مان ان جو دشمن آهيان. عبدالله بن بريده اسلمي جو مشهور تابعي ۽ "مرو" جو قاضي هو اهو پنهنجي والد بريده (جو اصحابي هو) کان روايت ٿو ڪري ته حضور جن کي عورتن ۾ سڀ کان زياده پياري بي بي فاطمه هئي ۽ مردن ۾ حضرت علي رضي الله عنه. انهيءَ محبت جي تقاضا اها آهي ته جڏهن آيت تطهير نازل ٿي تڏهن حضور جن بي بي صاحبه سان گڏ حضرت علي ۽ سندن ٻن فرزندن امام حسن ۽ امام حسين کي پنهنجي چادر ۾ ڍڪي الله رسڏ ڪي





آئي وڌاريو ۽ دعا فرمايائون تہ "يا الله هي منهنجا اهل بيت آهن تون انهن کي برائين کان پاڪ ۽ صاف ڪر"

## فضائل

حديث جي ڪتابن ۾ بي بي فاطمہ رضي الله عنها جا فضائل گهڻا درج ڪيل آهن ليڪن انهن مان چند فضائل هت لکجن ٿا:-

هڪ دفعہ بي بي صاحبہ بيمار ٿي پيئي ۽ درد کان گهڻو بي قرار ٿيئي تہ حضور جن فرمايو تہ ڇا تون راضي نہ آهين جو بهشتي عورتن جي سردار ڪئي وئي آهين" پاڻ عرض ڪيائين تہ ابا جان، اها تہ بي بي مريم بنت عمران آهي - انهن تي پاڻ ڪريم فرمايو تہ اها پنهنجي زماني جي عورتن جي سردار آهي ۽ تون پنهنجي زماني جي عورتن جي سردار آهين -

عڪرمہ تابعي ابن عباس کان روايت ڪري ٿو تہ حضور فرمايو تہ بهشتي عورتن جي سردار بي بي مريم، بي بي فاطمہ، بي بي خديجہ ۽ آسيہ (فرعون جي عورت) آهن.

ابو هريرة کان روايت آهي تہ حضور جن فرمايو تہ جهان جي عورتن ۾ افضل چار آهن :- مريم، آسيہ، خديجہ ۽ فاطمہ.

بي بي فاطمہ رضي الله عنها جون جيڪي فضيلتون مٿي لکيون ويون آهن، اهي سندس ٿي پيدا ڪيل هيون.

سندس ڪثرت عبادت، حقوق الله ۽ حقوق العباد جي ادائي انهي ڳالهه جو ثبوت آهن ته پاڻ بيشڪ بهشتي عورتن جي سردار آهي. ڇو ته بي بي فاطمه پنهنجي والد (فداه روحي) جي هن هدايت کي ساري عمر پنهنجو زيور ڪري ڇڏيو هو جو پاڻ ڪريمن فرمايو هو ته "تون هي خيال نه ڪجانءِ ته مان تنهنجو پيءُ آهيان سو آخرت ۾ تنهنجي مدد ڪندس، مگر عمال صالح ڪر ۽ خاص الله تعاليٰ تي ڀروسو رک، ۽ ياد رک ته آخرت ۾ نيڪ اعمالن کان سواءِ ٻي ڪا چيز ڪم نه ايندي."

اها سندس ڪثرت عبادت ۽ سندس زهد ۽ تقويٰ ئي هئي جنهن حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها جي زبان مبارڪ مان هيءُ چوايو ته "مون بي بي فاطمه رضي الله عنها کان وڌيڪ سندس پيءُ کان سواءِ ٻيو ڪو به انسان نه ڏٺو."

حضور سان محبت - اگرچ پيءُ کي پنهنجي نياڻي سان ۽ نياڻي کي پنهنجي پيءُ سان محبت هجڻ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. هر هڪ پيءُ کي پنهنجي نياڻي سان ۽ هر هڪ نياڻي کي پنهنجي پيءُ سان انتها درجي جي محبت هوندي آهي پر فاطمه رضي الله عنها جي محبت پنهنجي پيءُ سان نهايت گهڻي هوندي هئي. ايتري قدر جو حضور جن جي وفات کان پوءِ انهي محبت جي

سبب فراق ۾ گهڙي گهڙي ٿوري وقت ۾ ماڻ به وفات
ڪري ويئي.

حضور جن کي ٿوري تڪليف پهچندي هئي ته ماڻ بيقرار ٿي پوندي هئي. جنگ اُحد ۾ جڏهن حضور جن جي شهادت جي ڪوڙي خبر مشهور ٿي ته بي بي صاحب بي قرار ٿي جنگ جي ميدان ۾ پهچي ويئي ۽ حضور جن جي زخمن کي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڌوئڻ لڳي ۽ تڏو ساڙي انهي جي خاڪ حضور جن جي زخمن تي ٻرڪڻ لڳي، ۽ بذات خود غمخواري ۾ مشغول رهي. جڏهن حضور جن جي رحلت جو وقت قريب ٿيو ته باوجود حضور جن جي تسلي ڪري به سندس اکين مان آب جاري هو ۽ جڏهن حضور جن رحلت فرمائي ته ماڻ بي قراري حالت ۾ چوڻ لڳي ته " اي منهنجا پيارا بابا، توهان حق جي دعوت قبول ڪئي ۽ جنت الفردوس ۾ تشريف فرما ٿيا، افسوس صد افسوس- توهان جي انتقال جي خبر جبرئيل کي ڪير ڏيئي سگهي ٿو (يعني هاڻي ڪنهن تي وحي نازل ٿيندو) اهڙي طرح رئيندي چوندي ٿي رهي ته يا الله فاطمه جي روح کي محمد جي روح وٽ پهچاءِ- خدا يا مونکي محمد جي ديدار کان مسرور ڪر."

اصحاب ڪرام جڏهن حضور جن کي دفن ڪري واپس آيا ته بي بي فاطمه رضي الله عنها حضرت انس رضي

الله عنه کان نهايت درد انگيز آواز ۾ چيو ته "ڇا
ادس تو هالڪي رسول الله جي شان مٿي وجهڻ
پسند آيو؟

وفات - حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها فرمائي
ٿي ته هڪ ڏينهن اسين سڀ بيبيون ڪٺيون ڪري هن جي
حضور ۾ ويٺيون هيون سين ته بي بي فاطمه رضي الله عنها
به آئي - حضور جن بي بي صاحبه کي ڏٺي محبت ۽
خوشيءَ سان پاڻ وٽ وهاريو ۽ پاڻ آهسته ڪا ڳالهه
بي بي صاحبه کي ڪن مبارڪ ۾ ٻڌايائون، جنهن ڳالهه ٻڌڻ
سان بي بي صاحبه رئڻ لڳي - ڪجهه بي قرار ڏسي وري
ٻيو دفعو سندس ڪن ۾ ڪا ڳالهه ڪيائون جنهنڪري
وري بي بي صاحبه کلڻ لڳي - بي بي عائشه رضي الله عنها
فرمائي ٿي ته جڏهن حضور جن هلي ويا تڏهن
کائونس مون رئڻ ۽ کلڻ جو سبب پڇيو - فرمايائين ته
مان پنهنجي پيءُ جو راز ظاهر نه ڪنديس.

جڏهن حضور جن جو انتقال ٿيو تڏهن مون وري
اهي ڳالهه جو پڇيو - جنهن تي بي بي صاحبه فرمايو ته
منهنجي رئڻ جو سبب اهو هو جو مونکي حضور جن
فرمايو ته "اسان جو جلد انتقال ٿيندو ۽ کلڻ جو سبب
هي هو جو مونکي فرمايائون ته تون سڀني کان اڳي
مون وٽ ايندينءَ ۽ جنتي عورتن جي سردار ٿيندينءَ"
ٿيو به ائين جو حضور جن جي رحلت کان پوءِ ڇهني

کان اڳ بي بي صاحبه رحلت ڪئي. سندس وفات حضور جن جي وفات کان ڇهه مهينا پوءِ ٿي هئي.

بي بي صاحبه ڪيترا ڏينهن بيمار هئي ۽ ڪهڙي مرض ۾ وفات ڪيائين؟ انهي تصريح کان ڪتاب خاموش آهن. جنهن رات پاڻ وفات فرمايائون انهي ڏينهن پاڻ غسل ڪري سنا ۽ صاف ڪپڙا پهريا هوائين ۽ اسماء بنت عميس کي وصيت ڪئي هوائين ته منهنجي موت جي خبر ڪنهنکي به نه ڏجو. تون ۽ علي مونکي غسل ڏيئي رات جو ئي دفن ڪجو. تاريخ ٣ رمضان ١١ هه رات جي وقت پاڻ وفات فرمايائين. حضرت علي رضي الله عنه، بي بي اسماء بنت عميس ۽ ابي بي سلمي زوجه ابو رافع صاب گڏجي غسل ڏنو. حضرت عباس رضي الله عنه سندس جنازه نماز پڙهائي.

جنازه نماز ۾ فقط چند ويجها عزيز شامل هوا ڇو ته ڪنهنکي وفات جي خبر نه هئي ۽ رات جي وقت ئي کيس جنت البقيع ۾ دفن ڪيائون. انالله وانااليه راجعون.

اولاد. بي بي صاحبه کي ڇهه ٻار ڄاوا ١. حسن رضي الله عنه ٢. حسين رضي الله عنه ٣. محسن رضي الله عنه (جو ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويو) ۴. زينب رضي الله عنها ٥. ام ڪلثوم رضي الله عنها ٦. رقيه رضي الله عنها.






# اسان جا ڇپايل دیني ڪتاب

- تاريخ اسلام حصہ اول (پنهي جهانن جو سردار ص) ٠-٨-٢
(از مخدوم امير احمد)
- نور علي نور (از مولوي دين محمد اديب) ٠-١٤-١
- اخلاق النبي ص (از مولوي دين محمد " ") ٠-٤-١
- تاريخ اسلام (از محمد صديق ميمڻ) ٠-٠-٢
حصہ دوم
- شاه عرب (از حاجي حقير) ٠-٨-١
- تاريخ تمدن اسلام (از ڪريم بخش چنہ) -٤-٦
- نور اسلام (از الحاج محمد يعقوب پير بخش پرڙو) ٠-٨-٢
- مختصر تاريخ تمدن اسلام (از ڪريم بخش چنہ) ٠-١-١
- ڪتاب التراويح ٠-٨-٠
- دين (از محمد عالم عباسي (عالم) ٠-١١-٠
- معلم الحج ٠-٠-٤
- سنڌي نور نامو ٠-٨-١

هي ڪتاب سنڌ جي مشهور ڪتب خانن تان ملي سگهندا

ڇپائيندڙ

آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس بوڪسيلرس
پبلشرس شاهي بزار حيدرآباد سنڌ.